# ڳجھارتون ۽ پروليون

مرتب

عطاءُ اللّٰه سومرو



# ڳجهارتون ۽ پروليون

وانـدكـائـيءَ جـي ونـدر، وڏن ۽ ننڍن لاءِ

مرتب

عطاءُ الله سومرو

قاسميه لئبريري ڪنڊيارو

ضلع نوشهروفيروز - سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | ڳجهارتون ۽ پروليون |
| مرتب | : | عطاءُالله سومرو |
| صفحا | : | 32 |
| تعداد | : | 2000 |
| قيمت | : | 10.00 رپيا |
| ڇاپو | : | پهريون |
| ڪمپوز | : | حبيب قادر قريشي |

ملڻ جو هنڌ

قاسميه لئبريري

اسپتال روڊ، ڪنڊيارو

ضلع نوشهروفيروز

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحيم
نحمده ونصلي عليٰ رسوله الڪريم

پيارا ٻارو! ڳجهارت جيڪڏهن اخلاق جي ابتڙ نہ هجي، ان ۾ ڪا گارگند نہ هجي ۽ ڪنهن شاگرد جي ڄاڻ، عَلم، سمجهہ، عقل يا حاضر جوابي پرکڻ لاءِ ڏني وڃي تہ، جائز آهي. ڪو ڏوهہ ڪونهي. جيئن هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو.

حضرت عمر فاروق رضي الله عنه جو فرزند عبدالله (جنهن کي ابن عمر چوندا آهن) فرمائي ٿو تہ، هڪ دفعي حضرت محمد ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون ۽ حضور جن وٽ کجيءَ جي وڻ جو اچو ڳڀ موجود هو. پاڻ فرمايائون، هڪڙو وڻ آهي، جنهن جا پن اصل ڪونہ ڇڻن ۽ اهو هڪ مسلمان وانگر وڻ آهي. ٻڌايو تہ ڪهڙو وڻ آهي؟

پوءِ تہ ڪنهن ڪهڙي وڻ جو نالو ٿي ڪنيو تہ ڪنهن ڪهڙي جو. حضرت ابن عمر رضہ ان وقت اڃا ننڍو ٻار هو. ان چيو تہ مون، ڳجهارت دل ۾ ٻجهي هئي پر، وڏن هوندي آئون ڪونہ ٿي ڪڇيس. نيٺ، ماڻهن حضور اڪرم ﷺ جن ڪان پڇيو تہ توهان ٻڌايو تہ ڪهڙو وڻ آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ اهو کجيءَ جو وڻ آهي. (جنهن جو پن ڪونہ ڇڻندو آهي.)

ان حديث مان سمجهہ ۾ آيو تہ ڳجهارت ڏئي سگهجي ٿي، پر هي خيال ڪبو تہ ڳجهارت ۾ اخلاق کان ڪِريل ڪوبہ اکر نہ هجي ۽ اجايو وقت جو زيان بہ نہ ٿئي.

هاڻي هت ٻاراڻيون ڳجهارتون لکجن ٿيون ۽ انهن جي ڀڃڻي آخري صفحي ۾ لکبي. انشاءَ الله

١. گلن جي ڪاري، ڪنهن ڪي اڇ ته ڪنهن ڪي ساري.
٢. ڏس قادر جي ڪل،
پاهران گوشت اندران ڪل.
٣. پنج ڄڻا تيهه ڳنا،
دل چوي هڪڙو نه ڇڏيان.
٤. جيان ته جرپيان،
صبح ساڻ سٽيي تيان.
٥. هڪ چنگهه، چار ڪن،
جنهن کي سياڻا ڪي سمجهن.
٦. ڪاغذ جو ڪڪڙ، ڌاڳي جو لغام،
چڙ ڌاڳو ته ڪري سلام.
٧. اهو ڪهڙو ميوو آهي،
جنهن ۾ ٻج يا ککڙي ناهي.
٨. هو منهنجي هٿ ۾، آءٌ ان جي پيٽ ۾.
٩. چوتي ڦر موتي، پر نه لڳيس پيٽ سان.
١٠. هئا هزارين هزار،
پر هڪڙو آيو ته سڀ لڪي ويا.
١١. پاڻ انڌي، ٻين کي وات ڏيکاري.
١٢. گهر گهر ۾ تاڙيون وڄن.
١٣. مائي پر ڪمزور نه،
ڪاري پر ڪوئل نه،
رهي ڏر ۾ پر نانگڻ به نه،
ان جو ته جواب ڏيو.
١٤. وڏين به پاڻ، روئن به پاڻ.
١٥. گهر گهر ۾ لال ڪنوار.

١٦. پيءُ ڪان پٽ پلو، جنهن جو پوٽو ٽيو سردار،
ٽيئي هڪڙي رات ڇايا، هاٺي ڏاها ڪريو ويچار.
١٧. هڪڙي پرولي ڏيان ء،
ٻڌ منهنجا ياءُ،
ٻيا سڀ سڪي ويا،
پر هو ساوا ٿي ساوا.
١٨. ڪارڙو، متارڙو،
جهنگ ۾ چري گاهڙو،
لڪي نہ ڪو ساهڙو.
١٩. هڪڙو جانور عجب،
جنهن جي پيچ ۾ غضب.
٢٠. ٻاهران گول وچ ۾ پاڻي،
جيڪو نہ ٻجي تنهنجي اک ڪاڻي.
٢١. ٻہ ٽنگ، ٽيون ڪڙو،
جيڪو نہ ٻجي تنهنجي ٽڪڻ ٽئي دڙو.
٢٢. هل ڪري هيٺ ڪري،
ڪنهن سان نہ ٿي هري مري.
٢٣. اول ڪٽي پاسا، پوءِ ڪري ٻرڙات.
٢٤. جوان تہ مٺو اچو،
ڪراڙي تہ مٺو ڪارو.
٢٥. ٻڪر هڪڙو، ڪُر ٻارنهن.
٢٦. شام جو اچي صبح جو غائب.
٢٧. ٻارن پيءُ ڏٺو تہ سڀ مُرڪي ويا.
٢٨. گهر گهر ۾ ڳاڙهو گهوٽ،
وٺي زور تہ چڙهي چوٽ.

۲۹. ٻہ ڇنگھان، چار ناسان،
ٻارهين مهيني ول آسان.
۳۰. هڪ ٽٽي ٻڪري، اوڳاري ٽڏا ڀري.
۳۱. ونيو وڃان واٽڙي تہ ڏنم ڪنڊن جو ڍير،
هٿ لايان تہ هٿ ڦٽجي، پير لايان تہ ڦٽجي پير.
۳۲. اڳيان ٻہ ٽلها، پڇون ٻہ ٽلها وچ سڀڳي جِهان،
هلي اڳئون ڪاوڙي پڇون هي تماشا ڪيهان.
۳۳. آءُ مئو آهيان تنهنجي ڪاڻ،
تون نہ مر منهنجي ڪاڻ،
جو يار بيٺا آهن تنهنجي ڪاڻ.
۳۴. تلاءُ ۾ پاڻي، پاڻي ۾ نانگ، نانگ تي مور،
تلاءُ سڪي ويو، نانگ مري ويو، مور اڏامي ويو.
۳۵. گهر ۾ وينو تہ خوش،
ٻاهر نڪتو تہ وري نہ موٽيو.
۳۶. ڏڪ ڏڪ دلوڙي، پڇ پڇ پاڻي،
پنج ڇٽا آيا ڊوڙي ٻن جهلي تاڻي.
۳۷. ڦر ٻہ ڪري گل ٻہ ڪري، ڪري ڪين ٻن.
۳۸. اها ڪهڙي شيءِ آهي جو اسان وٽ اڃي ٿو،
پر الله تعاليٰ وٽ نہ ايندو آ.
۳۹. منهن مرلي جهڙو، سدائين جهنگ ۾ رهي،
اها دنيا ۾ ڪهڙي شي آهي، جو ڪرشن ٻہ ناهي.
۴۰. هٿ لايان لال ڪي تہ ڏنگو ٻيو ڏنگ ماري.
۴۱. جر ۾ جالارو، ٻر ۾ بيشمار،
جڏهن پوي طعام ۾، تڏهن ٿئي تيار.
۴۲. پنهل تہ پيارو آهي،
پرديسي ٿي پيو آهي.

۴۳. پارئون آيو مڙس ملنگ،
سائي ٽوپي ڪارو رنگ.
۴۴. هيڏڙو هيڏڙو پاڻ،
جنهن کي تکي تلوار ساڻ.
۴۵. رات سَمي ۾ موتي آيا،
اُس جي آئي ته واپس ويا.
۴٦. اڳي هئاسين ٻه ڄڻا، هاڻي ٽياسين گهڻا،
سڄڻ گڏيا سڄڻن سان، اسان آهي ئي ٻه ڄڻا.
۴۷. پرولي پير ڏمڻ جي وچي لڳي نار،
گل ڪندي هڪڙو، ڦڳا ڪندي چار.
۴۸. اهو ڪهڙو وڻ آهي جنهن سڄي سال ۾ هڪ دفعو ڦِن ڇڻندو آهي.
۴۹. آءُ آهيان ڏنگي، تون ٽي ڪرين خوشي،
جي ڪائيندين ۽ مونِ کي ته مارينِدس توکي.
۵۰. آءُ آهيان ڏنگي، تون ٽي ڪرين خوشي،
جي ڪائين ٽي مون، ته مرين ٽيِ تون.
۵۱. ڇهين سهيني جي ڇوڪري،
ڍڪيل ته ضائفان ۽ اگهاڙي ته مرد.
۵۲. ڪاري ڳئون ڪالهه ڪَني، اڄ اهڙي جا اهڙي.
۵۳. زمين تي وهڙي نچي.
۵۴. ڪير حلال، مانهه حرام.
۵۵. ڳاڙهي گندي، ڦڪوان.
۵٦. هيڏانهن ڪائي، هوڏانهن ڪيدي.
۵۷. نه رهي آسمان تي، نه زمين تي،
جنهن جو گذارو ماڻهوءَ جي گوشت تي.
۵۸. ٻاهران سڪو، اندران آلو.

٥٩. هيڏڙو هيڏڙو پاڻ،
سڄي گهر کي ٿو روئاري.
٦٠. هڪ ماءُ سوين پار، ڪڇ تي ڪنيو ٿي وڃي.
٦١. ڪائي ڪائي پر ڏاڍي نه.
٦٢. هڪ سنڱي ٻڪري، اوڳاڙي واڙ ڀري.
٦٣. ڪائي به ڏڪي به، ڪيڏي به.
٦٤. ننڍ ڦتل نينگري، رڻ ۾ رات رهي.
٦٥. چار نر، سورنهن ناريون،
سرن لٿي سپ سينگاريون.
٦٦. ڪاري ڪتي، ڏر ۾ ستي،
جتي رسي اتي دسي.
٦٧. شڪل جو سهڻو، اندر جو ڪارو،
وجهه پيٽ ۾ ڏرو، ته ڏڪائي ڏينهن سارو.
٦٨. ميان سنڌي ملڪ ۾ مون مٺي وَهَندي ڏٺي،
نه ساهه نه سر مون گاهه چرندي ڏٺي.
٦٩. ڏڙ جنهن جو ڏوڙ ۾، ڀار جيڏا ڪن،
اها ڪهڙي رن جا گهريو اچي گهرن ۾.
٧٠. ڪوريءَ ڪوري دلي نه چڪ چڙهي نه ڪنيار گهڙي،
پئي آهي پٽ تي، پاڻيءَ سان ڀري.
٧١. ماري لک هزار، ڏڙ ڪري ٿي ڏار،
سدائي جيئي ڳاڙهو، پاڻي پيئي.
٧٢. ٽڙ ٽڪون جهلي، پن پئسا ڪن.
٧٣. ڇٽي به ماءُ ڪنجي به ماءُ.
٧٤. هلي هلي پر پير نه ليي.
٧٥. گرانٽ جيڏو گندڙو، خراڙ ڪپائي.
٧٦. ٻن ٿوٿين تي، باغ بَرسيل.

۷۷. مٿان سائو، هيٺان ڳرو،
جيڪو نه پيچي ان کي چڙهيُ ٻرو.
۷۸. ڳجهارت ڳجهڙي،
جنهن کي ڪن نه پيچڙي.
۷۹. اٺ نوڙيون، نائين ڪام،
نه اچي ته ڪر سلام.
۸۰. هيڏڙو هيڏڙو پاڻ،
سوين سوراخ ساڻ.
۸۱. سورنهن آهن سليٽيون، چار آهن چريا،
ٻه ته آهن پاون جهڙا ٻي ته آهن ڪريا.
۸۲. هيٺان تالهي، مٿان تالهي،
وچ ۾ مير موالي.
۸۳. ڪارو گهوڙو ڪيڙو، ننگري ڏسندو وڃي،
سوا لک ڏيو ته به تنهن جو ملهه نه ٿئي.
۸۴. چار دلا الله پريا،
اونڌا ڪريا ڪڏهن نه وهيا.
۸۵. جهڙپ ڏئي جمنا پائي، جلد هلي وڃي،
جنهن جي مٿان پوي تنهن کي پسم ڪندي وڃي.
۸٦. سج لٿو انب پوکيو، آڌي رات جو اپريو،
پرهه ڦٽيءَ جو ميوو چيٽو، اهو انب اَچي ذات وارو.
۸۷. ڪارو ڪڪر گوڙ سان ٿو ڏهاڙي وسي،
نه ڪا ڦڙي پاڻي جي، نه ڪو ريج رسي،
ان جي وس پسي، عالم ئي آباد رهي.
۸۸. اهو کهڙو جانور آهي،
جنهن جي اک ڪڏهن به بند نه ٿي ٿئي.

٨٩. آءٌ آيس تو لاءِ، تون آئين مون لاءِ،
جي کائيندين مون کي تہ ڪٽيندا توکي.
٩٠. اٺ وهنجي نڪتا گهڙا ڪين ٻڏن،
پرديسي پکيئڙا وينا اچ مرن.
٩١. چمندي تنهن چام کي ٻہ سِنگ هئا،
جوانيءَ ۾ جوان کي لهي سِنگ ويا،
پيريءَ ۾ پنهل کي وري سِنگ ٿيا.
٩٢. ڳڙ ڳڙ ڪاٽي، ڳڙ ڳڙ ٿئي،
هٿ وجهي ڏسان تہ نر ۽ مادي جدا جدا.
٩٣. مٿان درياء هيٺان موري،
جيتر نہ ڏسان جيء ۾ جهوري.
٩٤. ٻڙ جهڙا پن، ڪمند جهڙي سوٽي،
موگري جهڙا ڦل، انب جهڙي ڳوٽي.
٩٥. گوڏي جيڏو وڻ ڪاريءَ جيڏا ڦل،
اي باغائي نہ چن، ڪچا گل،
جو پچڻ کان پوءِ ٿي ڪندا ملهہ.
٩٦. هڪ مائي پٽ چٿيندي ريهان ڪيهان،
الله جي مهر پئي تہ رڳو ڏيئان ٿي ڏيئان.
٩٧. چار چنيسر هلن چلن، چار چنيسر مٺي ماکي،
ٻہ چنيسر لڏن کڏن ٻہ چنيسر سکي ڪاٺي.
٩٨. ڏک لڳن هڪڙن کي، رڙيون ڪن ٻيا، رت ڏين ٽيان.
٩٩. هي جي آيا ٻہ ڇٽا، ماکيءَ کان مٺا،
تو ڏٺا مون ڏٺا، خدا ڪين ڏٺا.
١٠٠. پرولي پير ڏمڻ جي، وچي لڳي اپ،
جيڪو نہ ٻجي، تنهنجا ٽوڙا ٿيندا سپ.

۱۰۱. نڪي ڪُوريءَ اٿيو نڪي ڪتي رڱيو،
اچي ڏسو اِنسانو هي ڪهڙو رنگ رتو.
۱۰۲. اهو ڪهڙو وڻ آهي جنهن ۾ ڪاٺ نہ آهي،
پر گل پن ۽ ٽڙ اٿس.
۱۰۳. ڪائي ٻوڙ پلاء، پر سدائين ڏٻري.
۱۰۴. ٻن ٻرن ۾ هڪڙو نانگ.
۱۰۵. گول گول قبو،
جنهن جي پيٽ ۾ آ دٻو.
۱۰٦. گهر گهر ۾ ماسي مٽر.
۱۰۷. ڪاري ڪڪڙ ڏنبدار،
جاٽي پڇي اتي مار.
۱۰۸. پاڻ ننڍڙي، پر پيچ وڏو.
۱۰۹. لڏيندڙ لڏي ويا،
پريل گندي ڇڏي ويا.
۱۱۰. هيڏڙو هيڏڙو پاڻ، ڌاڳن جو خزانوُ ساڻ.
۱۱۱. مڙس ڏرو، ٽپي ڪوٽ مان هٽي ڇرو.
۱۱۲. هٿ جيڏو پاڻ،
جنهن ڪي ست ڪپڙا ساڻ.
۱۱۳. هيڏو هيڏو هم،
جنهن ڪي هڏو ناهي چم.
۱۱۴. هيٺان نڪر، مٿان ڪاٺ، وچ ۾ ممڙو مار ڪائي.
۱۱۵. ٻہ دريون ٻہ دروازا، جن ۾ ويٺل صاحب زادا،
نڪي ڪائن نڪي پين، تہ بہ تازا ئي تازا.
۱۱٦. جان وِجان بازار ۾ عجيب ڏٺم پار،
ماس ڪاڏو ماٺهن، ٻچيا هڏي مٿان وار.

١١٧. هڪڙو هٿ ڪن تي ٻيو هٿ وات تي،
سڌ ڪيم ولايت تي.
١١٨. وڏيان تہ وڏجي نہ،
توريان تہ تري نہ،
ڇنان تہ ڇڄي نہ.
١١٩. هٿ ڪتيانس آءُ، هٿ ڪتيس ابو،
پرولي پير ڏمڻ جي، سڄي ٽئي ڏبو.
١٢٠. ٽڪڻ ۾ ٽنگ ڳچيءَ ۾ رسو،
هلي ٿو بازار ڏي، ڏسوڙي ڏسو.
١٢١. نڪي هيو ٻج ٻنيءَ ۾، نہ ڪي هاري اڙهو هر،
نڪي لٽيس لاهيارو، نڪي هاري ڪريس هلر،
انهيءَ پوک سندو ڦر، وڪامجي وچ بازار ۾.
١٢٢. جن ڪوتي انهن کي ڪم نہ ٿي اچي،
جن لاءِ ڪوتن ٿا اهي ڏسن بہ نہ ٿا.
١٢٣. جان وڃان بازار ۾ تہ ڏٺم نانگو نر،
ڇاليھہ ڇيلا، ڇيلھہ سان سو سٺ نوڪر.
١٢٤. نچي ٿو ناچوءَ وانگر، ناچو بہ ناهي،
پڙي پائي ٻار وانگر، ٻار بہ ناهي،
لٺ ڪٺي ڪلهي تي، ميهار بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٢٥. جهولي ٿو جن وانگر پر جن بہ ناهي،
رينگهٽ ڪري نار وانگر، نار بہ ناهي،
ماٿهو مٿس سواري ڪري، پر وهٽ بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٢٦. چنبڙي ٿو ٻار وانگر، ٻار بہ ناهي،
رت پيئي ٿو مڇر وانگر، مڇر بہ ناهي،

رهي تـو پاٽيءَ ۾، مڇي بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٢٧. ڪن اٿس ماٿوءَ وانگر، ماٿو بہ ناهي،
اکيون ڦاڙي ڏيڇاري، ڏائڻ بہ ناهي،
رهي تـو مقامن ۾، پر جن بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٢٨. ڦري ڦري پونر وانگر، پونر بہ ناهي،
لٽ ڪٽي تـو هڪليانس، پر ڍور بہ ناهي،
ڦر بہ ملوڪ چٽي پر جانور بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٢٩. گوڙون ڪري شينهن وانگر شينهن بہ ناهي،
دونهون ڪڍي گاڏيءَ وانگر گاڏي بہ ناهي،
ڦوڪون ڏئي نانگ وانگر، نانگ بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٣٠. ڪارو ڪارو ڪانوَ جيان ڪانوءَ بہ ناهي،
چيلهہ اٿس سنهڙي پر ڏينيو بہ ناهي،
رهي سهي ٻرن ۾، پر نانگ بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٣١. تنگون اٿس ڏکيون پر اٺ بہ ناهي،
متو اٿس وڏو پاڏو بہ ناهي،
پڇ اٿس تلهو، پر دنبو بہ ناهي،
چڙهي تـو وڻ تي، پر نولو بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي.
١٣٢. ڪن اٿس ڇڄ وانگر، ڇڄ بہ ناهي،
ڏاڍو پويس تـو سٽي وانگر سٽي بہ ناهي،
اڏامي جهاز وانگر، جهاز بہ ناهي.

ٻڌايو تہ ڇاهي.

١٣٣. آنا اٿس پکي جيان پر پکي بہ ناهي،
چار کنڊون رليءَ جيان پر رلي بہ ناهي،
گهمي ٿو ولايتون پر جوڳي بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي؟

١٣٤. اڪرم جي ماءُ کي ٽي ٻار آهن، هڪ جو نالو اڪبر، ٻئي جو اصغر، تہ ٽئين جو نالو ڇا آهي.

١٣٥. اهي ڪهڙيون شيون آهن جو انسان کائيندو آهي، پر چکندو ناهي.

١٣٦. هر ساهہ وارو ڪائڻ مهل هيٺين ڄياڙي هلائيندو آهي، پر اهو ڪهڙو جانور آهي جيڪو مٿين ڄياڙي هلائيندو آهي.

١٣٧. اهي بہ جملا ڪهڙا آهن جن ۾ ٢٤ حرف آهن، پر انهن مان ڪنهن تي بہ نقطو نہ آهي.

١٣٨. قرآن مجيد ۾ اهو ڪهڙو رڪوع آهي، جيڪو هڪ آيت تي مشتمل آهي.

١٣٩. مشهور شاعر اقبال آهي.
ان جملي ۾ هڪ ملڪ جو نالو آهي.
ٻڌايو آهو ڪهڙو آهي.

١٤٠. مظفر انسان نيڪ آهي.
ان جملي ۾ هڪ ملڪ جو نالو آهي.
ٻڌايو آهو ڪهڙو آهي.

١٤١. جلال الدين رومي،
ان جملي ۾ هڪ ملڪ جو نالو آهي.
ٻڌايو آهو ڪهڙو آهي.

١٤٢. قرآن مجيد جي اها ڪهڙي سورت آهي، جنهن ۾ صرف هڪ زير آهي.

١۴٣. ٻتيھ مڙس ھڪڙي ناري،
منڙي تنھنجي ٻولي پياري.
١۴۴. ٻوڪڻ ۾ تي پچي گھر ڏي تي اچي،
پيٽ تي ھن کي آھي لڪير،
آھي محتاج ھن جو امير توڙي فقير.
١۴۵. سرخ سفيد تن جو رنگ،
چوري نہ ڪن، ڪنھن سان جنگ،
ٻوءِ بہ ڪيجي پيو تن جو ڪنڌ.
١۴٦. منھن تي چار اٿئي ڪر تون ڏياڻ،
ابتو ٿئي تہ سڌجي ڪن.
١۴٧. ھڪ معصوم ٻتيھ چاري،
قيد ۾ تن جي ڪري، ڪيئن ويچاري،
گھيري ۾ انھن جي آھي ڦاٽي،
ڪڍي ڪير تنھن کي ساٽي.
١۴٨. گلو اٿس پر مٿو ڪونھينس،
ٻانھون اٿس پر ھٿ ڪونھنس.
١۴٩. ويھن جو سِر وڍيائين،
ٻوءِ بہ چئو ٿا تہ ڪجھہ بہ نہ ڪيائين.
١۵٠. ڪاش اميد پوري ٿئي،
ان جملي ۾ ھڪ ملڪ جو نالو آھي.
ٻڌايو اھو ڪھڙو آھي.
١۵١. مصري مٺي شيءِ آھي.
ان جملي ۾ ھڪ ملڪ جو نالو آھي.
ٻڌايو اھو ڪھڙو آھي.
١۵٢. ھڪ مرد، چار مايون،
ھر ھر ڏسڻ ۾ سين کي آيون.

١٥٣. ٻہ راجا اٺ رنون،
ڪم ڪار ۾ ساٿي آهن،
اڇو تہ ڳجهارت ٻڇون.
١٥٤. اهو ڪهڙو ملڪ آهي،
جنهن جو ٻهريون اکر ڪيجي تہ، ڪائڻ جي شيءِ ٿي پوي.
١٥٥. بند اکين سان تو هو ڏسجي،
اک کلڻ کان پوءِ هو مور نہ ليجي.
١٥٦. هڻ هڻ چوان نتا لڳن،
چُپ چوان پوءِ تا لڳن.
١٥٧. رتيءَ برابر هن جو پيٽ،
کائي وئي سارو کيٽ.
١٥٨. سيني پکين ۾ اهڙو
ناهي ٻيو ڪو هن جهڙو،
بخت ڀلو هن جو ڀاڳ آهي،
تاج مٿي تي بادشاهن جهڙو.
١٥٩. اڃا ڪو سُتو ئي ناهي،
اڇي تو ڪن ۾ گيت ٻڌائي.
١٦٠. رت پياڪ آهي اصلي،
ناهي جنهن کي هڏي پسلي.
١٦١. روز تي هر ڪنهن وٽ اچي،
پر منهن نہ ڪنهن کي ڏسي.
١٦٢. رات جو راجا هو تو سڏائي،
جيءُ جلائي، پاڻ مچائي،
ٻچ سان پاٽي پئي، ڪپهہ کائي.
١٦٣. سائو سائو ڦٽ بال،
اندران آهہ ڳاڙهو لال.

۱٦۴. اڪيون جهڙا ڏيئا، ڪن جهڙا ڇڇ،
نڪ هن جو نانگ جهڙو، وات ۾ وڏا هن ڪي وَڄَ.
۱٦۵. مٿيءَ مان نڪتي گوري،
مٿي تي هن ڪي پڻ جي ٻوري.
۱٦٦. چڙهي نڪ تي پڪڙي ڪن،
ٻڌايو ٻارو ڪهڙو جن.
۱٦٧. پيٽ ۾ پاڻي مٿي تي ٽانڊو،
وات وجهو ته گڙ گڙ ٻولي،
ڪو ته پيلا راز اهو کولي.
۱٦٨. ڪاري لٺ، ڇتي ڪتي جهڙي،
تڪ اچلي ته ماريو وجهي،
ماري نه ته عضوو ڪاريو وجهي.
۱٦٩. محل هڪڙو گهوڙا هزار،
هر گهر ۾ هڪڙو پهريدار، وچ محل ۾ مٺڙو مال،
ڳجهارت ٻارو ٻيجڻ آهي محال.
۱٧٠. اٺ وانگر ويهي، پر اٺ به ناهي،
ٽپا ڏئي هرڻ وانگر، هرڻ به ناهي،
عجيب هو جانور آهي
پڇ تنهن کي ناهي. ٻڌايو پلا ڇاهي.
۱٧۱. وڻ هڪڙو ٽاريون سٽ ڏسجن،
هر ٽاريءَ تي مڙس ٻه درجن.
۱٧٢. واهه خدا يا تنهنجا ڪم،
ٻاهران هڏو اندران چم.
۱٧٣. چار اٿي اندر ويهي، نه ڪو اچي نه وڃي،
ملڻ هن سان جيڪو اچي سلامت سو ڪڏهن نه بچي.
۱٧۴. اڏامي ٿو پکي وانگر پر پکي به ناهي،

اونداهي ۾ روشني پکيڙي پر بتي بہ ناهي،
بنا باهہ روشن روشن پڌايو ڇاهي.

١٧٥. اونداهي ٻيلي جي رهواسي،
آهي خون جي پياسي.

١٧٦. اها ڪهڙي راڻي آهي جيڪا تاج نہ پائيندي آهي.

١٧٧. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا هينئر توهان وٽ موجود آهي،
پر جيڪڏهن توهان مٿي چنڊ کي ڏسو تہ چنڊ تي هجي.

١٧٨. توهان جي لکڻ واري ڪاپي ۾ توهان جي هٿ ۾ ڪهڙي
شيءِ سانڳي آهي.

١٧٩. هيڏڙو هيڏڙو پاڻ،
سوني ٽوپي ساڻ.

١٨٠. عجب ڇهڙو گهر آهيان اڄ هت سياڻي هت،
نہ سر جو جڙيل نہ پٿر جو، ڪاٺي تي آهي قائم.

١٨١. هينيون حصو ڪاٺ جو، مٿيون حصو لوهہ جو،
جيڪو نہ سليندو دوست ٿيندو گوهہ جو.

١٨٢. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا بغير روڊ رستي جي هلي ٿي.

١٨٣. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا پهرين چئن پيرن تي،
پوءِ ٻن پيرن تي ۽ آخر ۾ ٽن پيرن تي هلي ٿي.

١٨٤. هڪ کوهہ کوهہ ۾ پاڻي، پاڻيءَ ۾ نانگ،
نانگ جي منهن ۾ باهہ. ڇا مطلب.

١٨٥. اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن کي چور بہ نٿو چورائي سگهي.

١٨٦. اها ڪهڙي مهل آهي جنهن ۾ انسان بہ خود بادشاهہ ٿيو
پوي.

١٨٧. جيڪو ڪائي تنهن جو وات ڳاڙهو.

١٨٨. قرآن مجيد ۾ ٻہ آيتون اهڙيون آهن،
جن ۾ سڀ حروف (هجا) الف کان ي تائين سڀ حرف آهن.

۱۸۹. اها کهڙي زمين آهي جتي صرف هڪ دفعو سج جي روشني
جو ڪرڻو پيو آهي.
۱۹۰. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا الله نہ تہ ڏسي،
بلڪ اسان سڀ انسان ڏسون ٿا.
۱۹۱. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا انسان ۽ حيوان کي ملي ٿي
پر الله تعاليٰ کي هرگز نہ ٿي ملي.
۱۹۲. اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا هفتہ ۽ مهينہ ۾ ٻہ ٻہ دفعا اچي
ٿي.
۱۹۳. اها ڪهڙي شيءِ آهي جو الله تعاليٰ ۾ نہ آهي،
بلڪ انسان ۾ آهي.
۱۹۴. نہ پوکيو اٿس ٻج، نہ ڪاهيو اٿس هر،
جيترو بہ ڪٽيوس پر اوترو ڪري گهٽو ڦر.
۱۹۵. اهو ڪهڙو جانور آهي جيڪڏهن ان کي جيئڻ ڏنو وڃي تہ
ان جي وڌڻ جي حد مقرر نہ آهي، جڏهن تہ ٻين جانورن جي
وڌڻ جي حد مقرر آهي.
۱۹٦. اهو ڪهڙو ميوو آهي،
جنهن جو نہ ٻج نہ گل ٿئي.
۱۹۷. اٺ ڪاٺ نائين نوڙي،
جيڪو نہ ٻجي تنهن جي ٽڪڻ ٽوڙهي.
۱۹۸. اٺ ڪاٺ نائين چاري،
ٻچ پرولي نئين نياري.
۱۹۹. آهي مٺل پر جيئرا ٿي ماري.
۲۰۰. اڇو اڇو اٽين پٽر جهڙو پاٽي،
دونهون ڪڍي جاٽي،
باهہ نہ تنهن ۾ هاٽي.

۲۰۱. اوڙي وجان، پاڙي وجان،
ننڍڙو سپاهي ويهاري وجان.
۲۰۲. اچي ٻلي سائو پڇ،
توکي نہ اچي تہ ٻين کان پڇ.
۲۰۳. اڙي آپڙي، موتين جڙي آ،
ٻاهر پوکن ۾ چيلهہ ڀڏيو کڙي آ.
۲۰۴. انگڙ ونگڙ پاسن سوڙهي،
ائين وچي چڙ راڇن گهوڙي.
۲۰۵. اندران مائو، ٻاهران سائو، ڪائوڙي ڪائو.
۲۰۶. آهي حرام، پر ڪاءِ تہ حلال.
۲۰۷. ڳاڙهي ڳاڙهي ڪنوار،
جيڪو نہ ڀڃي ان کي مار.
۲۰۸. اهڙو کهڙو ملڪ آهي جنهن پنيان،
هڪ اکر وڌائجي تہ مِٺي شيءِ جو نالو ٿي پوي.
۲۰۹. اندر ۾ اوزار، ٻارنهن اٿس ٻار،
آرام ان وٽ ناهي ڪار.
۲۱۰. اچو پکي ڍنڍ جو،
جنهن کي هڏو نہ ڳڏو.
۲۱۱. اچو پاڻ، نيرڙو ويس،
وجهہ ڍٻي ۾ گهمي ديس.
۲۱۲. اهو کهڙو وڻ آهي، جنهن کي ڪاٺ ڪونهي.
۲۱۳. آهي ننڍڙي پر نہ سنپال تہ زهر جي گنڍڙي.
۲۱۴. اچو قبو الله جو، جنهنکي دري نہ دروازو.
۲۱۵. اس ڏسي اسري اچي،
ڇانوَ ڏسي ڇپيو وڃي.
۲۱۶. اڏامي ٿو آسمان ۾، پر پکي بہ ناهي،

کن اٽس ڪئي وانگر، پر ڪئو بہ ناهي،
اونداهہ ۾ ٽو الرون ڪري، پر چور بہ ناهي،
ٻارو ٻڌايو تہ ڇاهي.

٢١٧. پهرين ڏينهن صغير، ٻئي ڏينهن ڪبير،
ٽئين ڏينهن ڪراڙي.
چوٿين ڏينهن ڪنهن نہ قبولي.

٢١٨. هڪڙي رن چار ڪن،
چيلهہ ٻڌيو ٿي چڪر ڏئي.

٢١٩. بري ٻڪري بادشاهہ جي،
ڪک پن چري تہ جيئي ۽ پاڻي پئي تہ مري.

٢٢٠. باهہ لڳي مٽي کي ڳڙ ڳڙ ڪن پير،
۽ ڪچهريءَ ۾ هلي چوڦير.

٢٢١. ڏڙ جنهن جو ڏوڙ ۾، لامون جنهن جون لس،
اهڙي ڳجهارت ڳجهڙي ميرن ٻڌي هئي مس.

٢٢٢. ٻج بہ الله جو، زمين بہ الله جي،
توجا پٽي سا ڪنهن نہ پوکي.

٢٢٣. پالڪڻ ۾ پائي سائي چولي،
پيريءَ ۾ پائي موتين جو هار.

٢٢٤. ٻنيهن ماٽڪن وچ ۾ ٿي بلبل نچي.

٢٢٥. بہ ڀائر حسيدار. سمهن گڏ،گهمن ڌار.

٢٢٦. ڳاڙهي ماء ڪارو ٻار،
ماءُ ڪان اڳ ۾ ڪوتا ٿو ٽپي.

٢٢٧. ننڍڙو چوڪيدار،
رهي در تي خبردار.

٢٢٨. يورو سان ينيور جو،
اچي بہ رڙندو وڃي بہ رڙندو.

٢٢٩. منهن جنهنجو مرونءَ جهڙو،
تنگون جنهن جون سڳا،
ڪايو ڊور ڊڳا، لڪيو وڃي لين ۾.

٢٣٠. منهن مرونءَ جهڙو، پر پڪيءَ جهڙا،
هڻ تہ هڏو ئي نہ ليي.

٢٣١. تڪي ڇهنب ترار، ڇنگهون جنهن کي چار،
ڊڇي ڪنهن ڪان ڪين ڪي ڪري شوق شڪار.

٢٣٢. رهو جنهن جو رس رسيلو، ٻوٽي مور نہ ڪاوان،
مکيون مٿس ميڙ تہ ٻہ شوق سان تنهن کي چاهيان.

٢٣٣. هڪڙو ٻوٽو پنج گل،
تي چانوَ ۾ ٻہ اس ۾.

٢٣٤. رات جو ڪونهي، ڏينهن جو آهي،
ٻارهين مهيني اچي ٿو ڪاهي.

٢٣٥. هڪ ٽڙ تيهہ ڏار،
پن جنهن جا سوَ هزار.

٢٣٦. جيسين هجي جوان، تيسين مٿو اڇو،
ٿئي پوڙهي تہ مٿو ٿيئس ڪارو.

٢٣٧. هيٺ ذرياءُ مٿي ڪورو،
جيڏانهن ڇڪ تيڏانهن پورو.

٢٣٨. ڪائي مٿي ڪان اوڳاري ڇيلهہ ڪان.

٢٣٩. ڀئي اٿسن ڪاٺ جي ۽ پيٽ تي اٿس وار،
صفائي ڪري ٿو بار بار.

٢٤٠. سٽي تہ ڪتي ۽ جاڳي تہ جنڙي،
وٺي تہ سجائي ڇڏي جندڙي.

٢٤١. مڙس مٽيءَ جو ڪنڌ ڪپهہ جو،
لڳيوواهہ تي وڃيس ساهہ.

٢٤٢. هڪ نوڪ ۾ تولو پاڻي،
سڻائي ٿي جڳ جي کهاڻي.
٢٤٣. ڪُبڙي ڪچڙي ڪنوار،
هڏو اٿس هٿيار،
پاڻيءَ ۾ تري ٿي پار،
خشڪيءَ ۾ هلي هيڪار،
ٻڌايو ته پارو! نالو ڇا.اٿس نروار؟
٢٤٤. ڏينهن جو سمهي، رات جو روئي،
جيترو روئي اوترو ڳري.
٢٤٥. پاءُ ڏيڍ جيڏو پاڻ،
اٿس سوين سيون ساڻ.
٢٤٦. سئين ته سڪٽي، اونڌي ته پريل.
٢٤٧. هل ته هلي، بيهہ ته بيهي،
وڍ ته وڍجي ڪونہ،
ڪٽان ته ڪٽجي ڪونہ.
٢٤٨. پوريل چوي تنگيل کي ته تون ۾ مان ڪنيءَ ۾ ڪڍهن ملنداسين.
٢٤٩. هڪ رنگيلي شيشي ۾ رنگيو پاڻي.
٢٥٠. اها کهڙي شيءِ جيڪا ڇڪڻ سان ننڍي ٿئي.
٢٥١. نڪي پيدا ٿيو پاڻيءَ مان، نڪي ٿيو ريج،
جڏهن سارنگ چڙهيو سيج ته ڪڪر هوئي ڪونہ.
٢٥٢. ڪن اٿس ڇڄ وانگر، پر ڇڄ بہ نہ آهي،
ڏاڍو پويس سئي وانگر پر سئي بہ ناهي،
اڏامي جهاز وانگر، جهاز بہ ناهي.
هاڻي ٻڌايو ته ڇاهي؟
٢٥٣. هڻ هيٺ ته وڃي مٿي، هڻ مٿي ته اچي هيٺ.

۲۵۴. سائي پيتي خانا گلابي،
تن ۾ وينا ڪارا شيدي.
۲۵۵. جيسين ول تيسين راند،
ڇڳي ول ته ڪٿي راند.
۲۵۶. هڪ ڏڙي ڪوڏين ڀري، اندر نانگڻ نچي،
ٻنهين ويرين وچ ۾ هي سياڻي بچي.
۲۵۷. پئي پاٽي، ڏئي ڪير، جانور به ناهي.
۲۵۸. ننڍڙو غلام، جنهن جي مٿي ۾ لغام.
۲۵۹. هيٺان هڏي مٿان هڏي،
وچ ۾ ڪمزور گڏي.
۲۶۰. چار چنگهي چوغان ۾ آئٽي لاتائون،
نر هيس پيٽ ۾مٿان مادي لاتائون.
۲۶۱. پهريان سائو، پوءِ ڪارو،
جيڪو نه ٻجي تنهنجو عقل اڌارو.
۲۶۲. چار وهن نار، اڌ مڙني جي هڪڙي.
۲۶۳. گهر ۾ آهي ته خوش آهي،
ٻاهر نڪري ته وري نه موٽي.
۲۶۴. جنهن کي گهرج هئي ان ورتو ڪونه،
جنهن ورتو ان پاتو ڪونه،
جنهن پاتو، ان ڏٺو ڪونه.
۲۶۵. ويهي نڪ تي ۽ پڪڙي ڪَنَ،
فائدو وچان اکين جو.
۲۶۶. بنا پٿر جي جبل، بنا پاڻيءَ درياءَ،
بنا سوارين رستا ۽ بنا ڌرتيءَ ملڪ ماڳ.
۲۶۷. ڏسڻ ۾ سائي سڌجي ڳاڙهي،
ڪڏهن هٿ پير چمي ڪڏهن چمي ڏاڙهي.

٢٦٨. پلجي تو پاڻيءَ ۾ پر مڇي بہ ناهي،
ٽپا ڏئي هرڻ جيان پر هرڻ بہ ناهي،
لڪي وڃي ٻرن ۾ پر ڪوئو بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي؟
٢٦٩. ڦري ڦري ڦيريون پائي فقير بہ ناهي،
ڇهنب اٿس سنهي پر پکي بہ ناهي،
رسو ٻڌو اٿس ڇيلهہ ۾ پر چور بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي؟
٢٧٠. پيٽ مان ڪڍي پاسي ۾ هٽان.
٢٧١. ڊڪي تو جهاز وانگر پر جهاز بہ ناهي،
چانوَ ڪري ٿو وڻ وانگر پر وڻ بہ ناهي،
ڪارو آهي دونهين وانگر پر دونهون بہ ناهي.
ٻڌايو تہ ڇاهي؟
٢٧٢. سياري ۾ لڪي وڃن، اونهاري ۾ جامن،
اهڙا سامان عام وڪامن پيا بازارن ۾.
٢٧٣. آڏو ڇيريان، ايو ڇيريان، ڇيريان تئهنجي پني،
هيءَ پرولي پيچيءِ ٻڌاءِ نہ تہ هتان اٿي.
٢٧٤. اس ڏسيو اسريو اچي، چانوَ ڏسي ڇپيو وڃي،
واءَ کان ٿو ونءُ وڃي، گرمي ان جو آهي گذر.
٢٧٥. ونيو وڃان وانڙي تہ ڏلم ڪنڊن جو ڍير،
هٿ لايان تہ هٿ ڦٽجي پير لايان تہ پير ڦٽجي.
٢٧٦. ڍور چڙي ويا واڙ پئي ڏيي.
٢٧٧. ائن پهرن ۾ پنج دفعا پريڊ،
پويان پلٽڻ اڳيان هيڊ.
٢٧٨. اڌ ڪاٺ جو اڌ لوهہ جو،
جيڪو نہ پيچي سنگتي ڳوهہ جو.

٢٧٩. ماءُ ڪان پٽ وڏو،
ماءُ ڪري روشني پٽ اونداهہ جو اڏو.
٢٨٠. ڪاري ڪتي دنبدار،
جتي پڇي اتي مار.
٢٨١. ڪاغذ جو پکي ڏاڍي چو لغام،
پڇڙ ڏاڍو تہ ڪري سلام.
٢٨٢. اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن مان جيترو گهٽيو ڪڍ اوترو وڌي.
٢٨٣. ڪٿان تہ ڪچي ٿي نہ ۽ توريان تہ تولو ٿي نہ ٿئي.
٢٨٤. روئي تہ ڏسي ماٺ ڪري تہ انڌي.
٢٨٥. هيٺان ڪائي مٿان اوڳاري، ٻڌايو تہ ڇاهي.
٢٨٦. ڇمي تہ سگ، جوانيءَ ۾ ٺوڙهو،
پيريءَ ۾ وري سگ.
٢٨٧. ناني مري وئي ڏوهٽا ڇڏي وئي.
٢٨٨. ٻنا هر ۽ ٻنا پوکڻ جي ڇمي، جئين وڌ تيئن وڌي.
٢٨٩. ويهن جو سر لٿو،
نڪي مٿا نڪي رت ٿي وهيو.
٢٩٠. تون ڏس مون ڏي تہ مان ڏسان توڏي،
پر جي منهن ڪريس هوڏي تہ ڪير نہ ڏسي ڪنهن ڏي.
٢٩١. هڪ مٺ ۾ هزار موتي.
٢٩٢. پويان ڪائي، اڳيان ڪڍي.
٢٩٣. خلقيل خِاوند جا، پنج نر ہہماديون.
٢٩٤. اڇي ول ڪارا پتا،
اکين ڏٺا وات نہ چکيا.
٢٩٥. اڇو اڇو قبو، جنهن جي پيٽ ۾ آ ڏٻو.
٢٩٦. هلندي هلندي بيهي رهي،
سر ڪپڻ سان وري هلي.

٢٩٧. رات جي وڳڙي موتي آيا،
اس جي آئي واپس ويا.
٢٩٨. ھڪڙي دري موتين جڙي،
سڀ سونارا چون اسان نہ گھڙي.
٢٩٩. پکي اڏي ٻيٺ،
جنھن کي ڪنپ ناھي پيٺ.
٣٠٠. ھا ھڙھو ھڙھي، ڏھہ چنگھون منڊيون تي.
٣٠١. جھنگ جي ڏاچي جھنگ ۾ ويائي
توڏو چڏي وڙھڻ آئي.
٣٠٢. جنھن کي ھڏ نہ گڏ،
سمھي سڀ ڪنھن سان.
٣٠٣. ھلي چلي ماٹھوءَ مٿان ڪکر بہ ناھي،
چانوَ ڪري ڇپر وانگر ڇپر بہ ناھي. ٻڌايو تہ ڇاھي؟
٣٠٤. ھلي ٻلي گھوڙي جيان، گھوڙو بہ ناھي،
پير ماٹھوءَ جيان ماٹھو بہ ناھي،
نڪي ڪائي نڪي ٻيئي مردو بہ ناھي.
٣٠٥. ڳاڙھي چٽي باھہ وانگر باھہ بہ ناھي،
ور وڪڙ نانگ وانگر نانگ بہ ناھي.
٣٠٦. نڪ سبائي نينگريءَ وانگر پر نينگري بہ ناھي،
جبل جھاڳي شوق سان پر جوڳي بہ ناھي.
٣٠٧. قرآن مجيد ۾ اھي ٢ جملا ڪھڙا آھن،
جن کي سڌو پڙھجي يا ابتو پڙھي،
تہ انھن ۾ ڪابہ تبديلي نہ ايندي.
٣٠٨. قرآن مجيد ۾ اھا ڪھڙي سورة آھي،
جنھن جي ھرھڪ آيت ۾ لفظ الله موجود آھي.
٣٠٩. قرآن مجيد ۾ ننڍي ۾ ننڍي سورة ڪھڙي آھي.

# پڇٽيون نمبروار

۱. ماءُ ۽ پيءُ
۲. پکيءَ جي ٻَکي
۳. نماز ۽ روزا
۴. مانڊاڻي
۵. لونگ
۶. لغڙ
۷. ڪيلو - توت
۸. آئينو - درسني
۹. ڀنڀوري
۱۰. تارا چنڊ - سج
۱۱. لٺ
۱۲. ماني پچڻ
۱۳. تلوار - ترار
۱۴. بصر
۱۵. باهہ
۱۶. کير - ڏهي - مکڻ
۱۷. منگ
۱۸. ڏاتو
۱۹. ويچون
۲۰. کوهہ
۲۱. ڪؤنرو
۲۲. وڄ - ڪِنوڻ
۲۳. ٻانگو ڪَڪڙ
۲۴. ڪنيي
۲۵. سال
۲۶. رات
۲۷. تارا ۽ سج - چنڊ
۲۸. ٽانڊو
۲۹. سلوار
۳۰. سَين ٺاهڻ جي مشين
۳۱. چاهو
۳۲. ڏيتيو
۳۳. سانپو
۳۴. ڏيئو
۳۵. ساهہ
۳۶. سنگهہ - ۽ سنگهہ ڪيڻ
۳۷. ڪرڙ
۳۸. موت
۳۹. نانگ
۴۰. پير جو ڪنڊو
۴۱. لوڻ
۴۲. ساهہ
۴۳. واڱڻ
۴۴. ويچون
۴۵. ماڪ جا ڦڙا
۴۶. ماءُ ۽ پيءُ
۴۷. ڊاک
۴۸. ڪجيءَ جو وڻ
۴۹. ڪنڊي ميڇي مارڻ واري
۵۰. ڪنڊي ميڇي مارڻ واري
۵۱. ساري تهہ چڙهيل - چانور
۵۲. ماڪي
۵۳. ڪوڏر
۵۴. ماءُ جا ٿڻ
۵۵. ڳاڙهو مرچ
۵۶. سَين ٺاهڻ جي مشين

٥٧. ڳٺتي
٥٨. بيضو
٥٩. بصر
٦٠. ريل
٦١. رنبو يا ڏوئي
٦٢. جنڊ
٦٣. پرڻ
٦٤. تيتهر
٦٥. آڱريون
٦٦. بندوق
٦٧. توم
٦٨. چيچڙو
٦٩. توٽي
٧٠. چانهين
٧١. تلوار
٧٢. تماڪ
٧٣. پير جو وڻ
٧٤. نانگ
٧٥. پيٽ
٧٦. مور
٧٧. پير جو وڻ
٧٨. ڏيڏري
٧٩. ترازو
٨٠. پرڻ
٨١. آڱريون ۽ آڱوٺا
٨٢. ڪمي - ڪچون
٨٣. اک
٨٤. ترڻ مينهن يا ڳئون جا
٨٥. ڪنوڻ - وڄ
٨٦. مکڻ
٨٧. جنڊ
٨٨. مڇي
٨٩. ڪوڙڪي
٩٠. ماڪ
٩١. چنڊ
٩٢. مکڻ ۽ لسي
٩٣. قرآن رحل تي
٩٤. اڪ
٩٥. آوي
٩٦. ڪجي
٩٧. ڳئون يا مينهن
٩٨. گهاٽو
٩٩. ماءُ پيءُ
١٠٠. واچوڙو
١٠١. ڪڪڙ جو موڙ
١٠٢. ڪيلو
١٠٣. ڏوئي
١٠٤. اڳٺ
١٠٥. آنو - بيضو
١٠٦. گندي
١٠٧. بندوق
١٠٨. سئي ڌاڳو
١٠٩. ڪوهه
١١٠. ڪوريئڙو
١١١. مڇر
١١٢. مڪائيءَ جو سنگ
١١٣. مکڻ
١١٤. اکري - مُهري - آن
١١٥. اکيون
١١٦. انبَ
١١٧. ٽيليفون
١١٨. پاڇو
١١٩. دَهل
١٢٠. شيشو
١٢١. لوڻ
١٢٢. قبر

١٢٣. مَٺ
١٢٤. پولڙو
١٢٥. پينگهو
١٢٦. چور
١٢٧. چٻرو
١٢٨. چڪ ڪنيار جو
١٢٩. حقو - چلم
١٣٠. ماڪوڙو
١٣١. ماڪوڙو
١٣٢. لغز
١٣٣. رپيو نوٽ
١٣٤. اڪرم
١٣٥. قسم، آس، نوڪر، ڏوڪو، مار، هوا، ڪاوڙ
١٣٦. واڳو -
١٣٧. لااله الاالله. محمد رسول الله
١٣٨. مزمل سورة جو پويون رڪوع
١٣٩. عراق
١٤٠. فرانس
١٤١. روم
١٤٢. سورة اخلاص
١٤٣. زبان ۽ ڏند
١٤٤. ڪٽڪ
١٤٥. ننهن
١٤٦. نڪ
١٤٧. زبان
١٤٨. قميص
١٤٩. ننهن ڪٽي
١٥٠. شام
١٥١. مصر
١٥٢. آڱريون
١٥٣. آڱريون
١٥٤. چپان (تي پوي پان)
١٥٥. خواب
١٥٦. چپ
١٥٧. اوڍهي
١٥٨. مور
١٥٩. مڇر
١٦٠. جون
١٦١. ننڊ
١٦٢. ڏيئو
١٦٣. هنداڻو
١٦٤. هاٿي
١٦٥. موري
١٦٦. عينڪ
١٦٧. حقو
١٦٨. بندوق
١٦٩. ماڪي ۽ مانارو
١٧٠. ڏيڏر
١٧١. هفتو - ڪلاڪ
١٧٢. قمي يا ڪچون
١٧٣. ڪوريئڙو
١٧٤. تانڊاڻو - ڪڙڪپيتو
١٧٥. جون
١٧٦. ماکيءَ جي مکين جي راڻي
١٧٧. نظر
١٧٨. ليڪون
١٧٩. ڏيئو - شمعدان
١٨٠. خيمو
١٨١. بندوق
١٨٢. پکي
١٨٣. انسان - ماڻهو
١٨٤. ڏيئو
١٨٥. علم
١٨٦. خواب
١٨٧. پان

١٨٨. (١) سورة آلعمران جي آيت نمبر ١٥٤ (٢) سورة الفتح جي آيت نمبر ٢٩
١٨٩. بحر احمر جتان موسيٰ جو لشڪر پار ٿيو هو
١٩٠. خواب – ننڊ
١٩١. موت
١٩٢. حرف (هہ)
١٩٣. جسم
١٩٤. وار
١٩٥. مڇي
١٩٦. توت
١٩٧. ڪٽ
١٩٨. ڪٽ
١٩٩. بندوق
٢٠٠. برف
٢٠١. ڪلف
٢٠٢. مُوري
٢٠٣. مڪائي
٢٠٤. ريل گاڏي
٢٠٥. ڪيلو
٢٠٦. ڪاوڙ
٢٠٧. ٻاهر
٢٠٨. مصر (ٿي پئي مصري)
٢٠٩. گهڙيال
٢١٠. مکڻ
٢١١. خط لفافي ۾
٢١٢. ڪيلي جو ٻوٽو
٢١٣. زبان
٢١٤. بيضو (آنو ڪڪڙ جو)
٢١٥. پاڇو
٢١٦. چمڙو
٢١٧. ڪنيي
٢١٨. مانڌاٺي
٢١٩. ٻاهر
٢٢٠. حقو
٢٢١. موري يا گوگڙو
٢٢٢. ڪنيي
٢٢٣. مڪائيءَ جو سنگ
٢٢٤. وات ۾ زبان
٢٢٥. ٻہ پير
٢٢٦. ٻاهر ۽ دونهون
٢٢٧. ڪلف
٢٢٨. هوائي جهاز
٢٢٩. مڇر
٢٣٠. مڇر
٢٣١. مڇر
٢٣٢. ماکي
٢٣٣. نماز جا پنج وقت
٢٣٤. روزا رمضان شريف جا
٢٣٥. قرآن شريف ۽ سيپارا
٢٣٦. ڪنيي
٢٣٧. حقو
٢٣٨. جنڊ
٢٣٩. برش پالش وارو
٢٤٠. ڪکر
٢٤١. ڏيئو
٢٤٢. مس قلم
٢٤٣. ڪُمي
٢٤٤. ميڻ بتي
٢٤٥. چاهو
٢٤٦. ٽوپي
٢٤٧. پاڇو
٢٤٨. بصر ۽ واڱڻ
٢٤٩. آنو (بيضو)
٢٥٠. ٻيڙي (سگريٽ)

٢٥١. ڏاڏو آدم
٢٥٢. لغز
٢٥٣. ربڙ جو بال
٢٥٤. ڇانهون (هنداڻو)
٢٥٥. لغز ۾ ڏور
٢٥٦. وات ۾ زبان
٢٥٧. آڪ
٢٥٨. سوئو ۾ ان ۾ پيل سوٽليءَ جو ڌاڳو
٢٥٩. ڪمي
٢٦٠. سرمي داڻي - سرمو - سرائي
٢٦١. واڱڻ
٢٦٢. ٽڻ (جن مان ڪير وهي)
٢٦٣. روح، ساهه
٢٦٤. ڪفن
٢٦٥. عينڪ
٢٦٦. نقشو
٢٦٧. ميندي
٢٦٨. ڏيڏر
٢٦٩. لاٽون
٢٧٠. ماچيس ۾ تيلي
٢٧١. ڪڪر
٢٧٢. وچٿا
٢٧٣. گدرو يا هنداڻو
٢٧٤. پگهر
٢٧٥. ڇاهو
٢٧٦. ماڪي
٢٧٧. نماز جماعت سان
٢٧٨. ڏاٽو
٢٧٩. باهه ۾ دونهون
٢٨٠. بندوق
٢٨١. لغز
٢٨٢. ڪڏو
٢٨٣. پاڇو
٢٨٤. ميڻ بتي
٢٨٥. رندو ڪاٺ وارو
٢٨٦. ڇنڊ
٢٨٧. باهه ۾ ٽانڊا
٢٨٨. مٽي جاوار
٢٨٩. آڱريون ۾ ننهن
٢٩٠. آئينو (آرسي)
٢٩١. ڏاڙهون
٢٩٢. ڪتر جي مشين
٢٩٣. هفتي جا ڏينهن (ٻه ماديون اربع ۾ خميس)
٢٩٤. اکر لکيل (اڇي پني تي ڪارا اکر)
٢٩٥. بيضو (آنو)
٢٩٦. پينسل (ڇهنب ڪيڻ سان وري لکي)
٢٩٧. ماڪ جا ڦڙا
٢٩٨. وات ۾ ڏند
٢٩٩. جهاز
٣٠٠. هاري هن ڏاندن سان هر ڪاهي
٣٠١. ماکي
٣٠٢. وهاڻو
٣٠٣. ڇٽي
٣٠٤. سائيڪل
٣٠٥. ڪنوڻ، وڄ
٣٠٦. اَٽ
٣٠٧. (١) سورة مدثر جي ٣ نمبر آيت رَبَّكَ فَكَبِّر (٢) سورة ياسين جي ٤٠ نمبر آيت كُلّ فِي فَلَك
٣٠٨. سورة مجادلة
٣٠٩. سورة الكوثر

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان کو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن کو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، ڇو تہ پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)